# عقيدن تي لکيل سنڌي عالمن جا ڪتاب

# SCHOLARLY WORKS ON ISLAMIC CREED BY SINDHI SCHOLARS

محمّد عبد الله فهيمي*

**DOI**:10.6084/m9.figshare.3412663
**Link**:https://dx.doi.org/10.6084/m9.figshare.3412663.v1

**ABSTRACT:**
*Indus valley is more civilized and creative land in this world where thousands philosophers, Writers, Muffasirs & Mohadis, have been lived in each and every era. So is in the field of Islamic Uloom. One of such Uloom is "belief"(aqaaid). Those scholars have also worked in this field of knowledge. In this paper the introduction of the work of such Sindhi Scholars is presented during 1st to 13th century.*

*In this field of knowledge Sindhi scholars have worked in each and every era and in almost every language used in that period in Sub-continent. Like Arabic, Persian and Sindhi.*

*It needs more to find out all the work done in this field; this is only to start over.*

*In sha Allah it will be continued the work of some prominent scholars like; Makhdoom Muhammad Hashim Thattvi, Qazi iben e Yousif, Allama Abdullah Thattvi, Allama Jaffer Boobkani, sheikh Essa. Jundullah patai, Shaikh Muhammad Hayat Sindhi, Makhdoom Abul Hassan "Sagir" Sindhi and others.*

**KEYWORDS:** Islamic, Creeds, Sindhi, Books, Scholars

**ڪليدي لفظ:** اسلامي، عقيدا، سنڌي، ڪتاب ، عالم

"عقيده" عربي لفظ "عَقد"مان ورتل آهي، جنهنجي معنيٰ آهي ڳنڍ ڏيڻ. (١) پوءِ عقيدي لفظ جي معنيٰ ٿيندي "ٻڌل شيءِ" يا "ڳنڍيل شيءِ". شرعي اصطلاح ۾ عقيدي مان مراد آهي "اهي مضبوط خيال ۽ نظريا، جيڪي ايمان جو درجو حاصل ڪن". (٢) انهن عقيدن جو انسان جي

* آزاد محقق و ٽيچر عبد الحيي قاضي ماڊل اسڪول لاڙڪاڻو
برقي پتو: abdullahsindhi786@yahoo.com

اعمال سان گهَرو تعلق هوندو آهي. عقيدي جو مثال بنياد وانگر ۽ اعمال جو مثال عمارت وانگر آهي. جيڪڏهن عقيدو يعني بنياد مضبوط هوندو تہ اعمال جي عمارت بہ مضبوط ۽ خوبصورت ٿيندي. ان لحاظ کان عقيدا انساني زندگيءَ ۾ وڏي اهميت رکندا آهن. اهو ئي سبب آهي جو الله تعاليٰ جي سڀني پيغمبرن اسلام جي تبليغ جو آغاز عقائد جي اصلاح سان ڪيو ۽ نبي ڪريم ﷺ جن جڏهن اسلام جي تبليغ جو ڪم شروع ڪيو. تڏهن سڀ کان اول عقيدن جي اصلاح سان ابتداء ڪيائون.

تنهن ڪري ئي اهل سنت جي عالمن سڀني عقيدي جي متعلق ڪافي سارا ڪتاب لکيا آهن. ۽ وري انهن ڪتابن جا شرح ۽ حاشيہ پڻ لکيا آهن. سنڌ سونهاري جي عالمن سڀني بہ انهيءَ ميدان ۾ پاڻ ملهايو آهي. هونئن تہ سنڌي عالمن جي هر فقهي ڪتاب ۾ سڀ کان پهريان ڪتاب الايمان ياڳو هوندو آهي. پر مان پنهنجي هن مقالي ۾ انهن ڪتابن جي نشاندهي ڪري رهيو آهيان جيڪي مستقل عقيدن تي لکيل آهن. ۽ جيڪڏهن انهيءَ موضوع تي سنڌي عالمن سڀني جي سڀني ڪتابن کي گڏ ڪيو وڃي تہ شايد مستقل هڪ ڪتاب بڻجي وڃي. پر مان پنهنجي هن مقالي ۾ نائين صدي هجريءَ کان تيرهين صدي هجريءَ تائين سنڌي عالمن جي لکيل ڪتابن جو تجزيو ڪري رهيو آهيان.

## (١) تحفة الفوائد شرح العقائد :

هن ڪتاب جو مصنف قاضي القضاۃ احمد بن يوسف بن محمّد الحصنڪيفي السندي (متوفي ٨٩٥ ھ) آهي. (٣) قاضي احمد بن يوسف جي تصانيف ۾ "ڪشف الدرر في شرح المحرر"، "شرح الشاطبيہ" "شرح فصوص ابن عربي" ۽ "حواش علي چغميني" شامل آهن.(٤) هي ڪتاب علامہ عمر بن محمّد النسفي (متوفي ٥٣٧ھ) جي ڪتاب "العقائد النسفي" جو شرح آهي. قاضي احمد بن يوسف جي سنڌي هجڻ ۾ اختلاف آهي.

قاضي صاحب کي "السندي" سڀ کان پهريون حاجي خليفہ (متوفي ١٠٦٧ھ) پنهنجي ڪتاب "ڪشف الظنون" ۾ لکيو آهي.(٥) ان کان بعد اسماعيل بن محمّد بغدادي (متوفي ١٣٩٩ ھ) پنهنجي ڪتاب "هدية العارفين" ۾ بہ قاضي احمد بن يوسف کي "السندي" لکيو آهي. (٦) علامہ عمر رضا ڪحالہ بہ پنهنجي ڪتاب "المعجم المؤلفين" (٧) ۾ قاضي صاحب کي "السندي" لکيو آهي. پر ان جي ابتڙ علامہ خير الدين الزرڪلي (متوفي ١٣٩٦ ھ) پنهنجي ڪتاب "الاعلام" ۾ قاضي صاحب کي "السندي" نہ لکيو آهي. جيئن تہ اڪثر مؤرخن قاضي صاحب کي "السندي" لکيو آهي تنهن ڪري پنهنجي هن مقالي ۾ ان ڪتاب کي شامل ڪجي ٿو.

قاضي صاحب جي هن ڪتاب "تحفة الفوائد لشرح العقائد" جو قلمي نسخو "مڪتبة الظاهرية"

۾ موجود آهي. ۽ راقم جي لائبريري "المکتبة الفهيمية" ۾ هن قلمي نسخي جو عڪس موجود موجود آهي. هي قلمي نسخو شروعات کان ناقص آهي. ۽ هن قلمي نسخي ۾ ڪل ۴۴ ورق آهن.

**(٢) عصمة الانبياء:**

هن ڪتاب جو مصنف علامه عبد الله نئوي سلطانپوري (متوفي ٩٩١هه) آهي. هن ڪتاب جو ڪو به ڏس پتو ڪو نه ٿو ملي, البته مؤرخ عبد الحي حسني (متوفي ١٣٤١هه) پنهنجي ڪتاب "نزهة الخواطر" (٨) ۾ ذڪر ڪيو آهي ۽ ڊاڪٽر مولانا عبد الله ڪوسو جن پنهنجي پي ايڇ ڊي ٿيسز ۾ هن ڪتاب کي ذڪر ڪيو آهي.(٩) هي نسخو اسان جي سامهون نه آهي تنهنجي ڪري ڪو به رايو نه ٿو ڏئي سگهجي. البته ڪتاب جي نالي مان ظاهي ٿئي ٿو ته علامه عبد الله نئوي جن هن ڪتاب ۾ انبياء عليهم السلام جي عصمت متعلق گفتگو ڪيو هوندو.

**(٣) شرح العقيدة الحافظية:**

هن ڪتاب جو مصنف به علامه عبد الله نئوي سلطانپوري (متوفي ٩٩١هه) آهي. هن ڪتاب جو ڪو به ڏس پتو ڪو نه ٿو ملي, البته مؤرخ عبد الحي حسني (متوفي ١٣٤١هه) پنهنجي ڪتاب "نزهة الخواطر"(١٠) ۾ ذڪر ڪيو آهي.

**(۴) ڪشف الحق للصادق المنصف المحق بالدلائل التي هي بالتقديم احري و احق:**

هي تصنيف مخدوم محدث اصولي سيد الفقهاء مخدوم جعفر بوبڪائيءَ (متوفي ١٠٠٢هه) جي عربي ۾ آهي. مخدوم صاحب هن ڪتاب ۾ علم الڪلام سان لاڳاپيل ڪجهه اهم مسئلا ذڪر ڪيا آهن. ۽ گڏوگڏ بيا به بحث ذڪر ڪيا اٿس، هي ڪتاب چوويهه فصلن تي مشتمل آهي.

**ڪتاب جي شروعات هنن لفظن سان آهي:**"سبحانک لا علم لنا الا ما علمتنا و لا دين لنا الا ما ارسلت الينا و لک الحمد......الخ"

**۽ ڪتاب جي پڇاڙي هنن لفظن تي ٿئي ٿي :**"و نسئل الله سبحانه و تعالی سواء الطريق و ان يفتح علينا في الدارين ابواب کل خير مع التوفيق و ان يدخل بمنه و فضله في الشهداء و الصديقين و کل من هولاء احسن رفيق"

هي ڪتاب سنڌ جي ڪتب خانن ۾ موجود آهي ۽ هن جو هڪ نسخو مڪتبہ محموديہ, "مدينہ منوره" ۾ پڻ موجود آهي. جنهن جو تفصيل هن طرح آهي:

هي نسخو مڪتبہ محموديہ ۾ نمبر ٢٦٢١ تي هڪ مجموعي جي شڪل ۾ موجود آهي . هي نسخو ٣٠ صفحن تي مشتمل آهي. هن نسخي جو ڪاتب علي اصغر بن ولي محمّد لڪعلوي آهي ۽ هن نسخي ۾ ڪتابت جو سال لکيل نہ آهي. راقم جي ڪتب خاني "المكتبة الفهيمية" ۾ هن نسخو جو عڪس موجود آهي.

ڊاڪٽر عبد الله ڪوسو پنهنجي پي ايچ ڊي ٿيسز ۾ هن ڪتاب جا وڌيڪ چار ٻيا بہ نسخا ذڪر ڪيا آهن. (١١)

ڊاڪٽر عبد الله ڪوسو لکي ٿو تہ : شڪارپور جي هڪ جوان شعيب فاروق ميمڻ صاحب بين الاقوامي اسلامي يونيورسٽي اسلام آباد مان هن ڪتاب کي ايڊٽ ڪري ايم اي جي ڊگري حاصل ڪئي آهي. (١٢)

(٥)**معاقد العقائد:**

هي تصنيف بہ مخدوم محدث اصولي سيد الفقهاء مخدوم جعفر بوبڪائيءَ (متوفي ١٠٠٢هـ) جي عربي ۾ آهي. مخدوم جعفر هن ڪتاب جا بہ نالا رکيا آهن (١) معاقد العقائد (٢) المڪالمات. هي ڪتاب ڇهن مڪالمن ۽ خاتمي تي مشتمل آهي.

المكالمة الاولىٰ في المقدمات.

المكالمة الثانية في الالهيات.

المكالمة الثالثة في الايمان برسلہ وملائكتہ وكتبہ وسائر السمعات.

المكالمة الرابعة في معنىٰ الايمان.

المكالمة الخامسة في الامامة.

المكالمة السادسة في بيان الفرق الضالة.

الخاتمة.

**ڪتاب جي شروعات هنن لفظن سان آهي:"** الحمد لله الاول القديم ذي الكمال، الكبير المتعال، الواحد المتصف بنعوت الجمال....الخ"

**ڪتاب جي پڇاڙي هنن لفظن تي آهي:"**اي غلط او غير ذالک، الثالث انه يقتصر بنظرة على نفسه."

هن ڪتاب جو فقط هڪ نسخو دستياب ٿي سگهيو آهي جيڪو به هن ئي ڪتاب جي شرح (جنهن جو ذڪر اڳتي اچي ٿو) سان درگاهه جوڻاٽي شريف متصل وارهه جي ڪتب خاني ۾ موجود آهي. (١٣) راقم وٽ اِن نسخي جو عڪس موجود آهي.

## (٦) الاشارات الیٰ حلّ المعاقد و المکالمات:

هي تصنيف به مخدوم محدث اصولي سيد الفقهاء مخدوم جعفر بوبڪائيءَ (متوفيٰ ١٠٠٢هه) جي عربي ۾ آهي. مخدوم جعفر بوبڪائي پهريان مٿيون ڪتاب "معاقد العقائد" لکيو پوءِ انهيءَ ئي ڪتاب جو شرح "الاشارات الیٰ حلّ المعاقد و المکالمات" جي نالي سان لکيائين. ڇو ته متن اختصار سان لکيو ويو هو ۽ سمجهڻ ۾ دقت محسوس ڪرائي رهيو هو.

**ڪتاب جي شروعات هنن لفظن سان آهي:**"الحمد لله الذي لا يخفیٰ ان في هذا الافتتاح اقتداء باسلوب الكتاب العزيز....الخ"

**ڪتاب جي پڇاڙي هنن لفظن تي آهي:**"و يصلي علیٰ حبيبه محمّد عليه افضل الصلاة و السلام و على آله البررة و صحبه الكرام و علينا معهم انه ذو الجلال و الاكرام."

هن ڪتاب جو ١٢٥ ورقن تي مشتمل فقط هڪ نسخو مخدوم صاحب جي مٿين ڪتاب سان گڏ درگاهه جوڻاٽي شريف متصل وارهه جي ڪتب خاني ۾ موجود آهي.(١۴) هن ڪتاب جو ڪاتب بايزيد بن عثمان ڪنڊياروي آهي. راقم وٽ اِن نسخي جو عڪس موجود آهي.

## (٧) مقاليد الاسلام:

هن ڪتاب کي ڊاڪٽر عبدالله ڪوسو جن مخدوم جعفر بوبڪائيءَ (متوفيٰ ١٠٠٢هه) جي عربي ڪتابن ۾ شامل ڪيو آهي. (١۵) ڊاڪٽر عبد الله ڪوسو لکي ٿو ته : اسان کي ان جو نالو مڪتبه معروفيه مٽياريءَ ۾ قلمي ڪتابن جي پريشان ورقن اٿلائڻ دوران, هڪ ورق تي لکيل مليو جنهن ۾ "مقاليد الاسلام للشيخ المخدوم جعفر البوبڪائي" جي حوالي سان قرآن ۽ حديث جي متشابهات جو بحث نقل ٿيل آهي. (١٦)

نوٽ: انهيءَ ئي نالي "مقاليد الاسلام" سان علامه بايزيد ٺٽوي به لکيو آهي. مخدوم جعفر بوبڪائي واري "مقاليد الاسلام" جي عبارت بازيد ٺٽوي جي ڪتاب "مقاليد الاسلام" ۾ ڳولي پر نه ملي سگهي جنهن مان به معلوم ٿو ٿئي ته اِها مخدوم جعفر بوبڪائي جي مستقل تصنيف آهي.

(٨)**شرح آمنت بالله:**

هي رسالو شيخ المشائخ عيسيٰ جند الله پاٽائي برهانپوري (متوفيٰ ١٠٣١ھ) جو لکيل آهي. مصنف هن رسالي ۾ ايمان مجمل جي شرح فارسي ٻولي ۾ عقيدي ۽ تصوفي انداز ۾ ڪئي آهي. شيخ عيسيٰ جند الله جي هن شرح جو ذڪر ڪٿي بہ نہ ٿو ملي. البتہ اِن مختصر شرح جو قلمي نسخو "الڪبير اڪيڊمي" ڪوٽڙي ڪبير ۾ هڪ مجموعي جي صورت ۾ موجود آهي. (١٧) جنهن جي عڪس راقم جي ڪتب خاني ۾ پڻ موجود آهي. هي نسخو مجموعي جي صفحي ١٢۴ کان ١٣٣ تائين ڏهن صفحن تي مشتمل آهي.هن رسالي جي شروعات هنن لفظن سان ٿئي ٿي:"الحمد لله رب العالمين و العاقبة للمتقين و الحمد لله رب العالمين هو الاول و الآخر و الظاهر و الباطن که شان او است "

هن رسالي جي پڇاڙي هنن لفظن تي ٿئي ٿي:" کسی کز تو در تو نظاره کنده ور قهائے بیهوده پاره کنده "

(٩)**مقاليد الاسلام:**

هي ڪتاب مخدوم ابو يوسف بايزيد بن يوسف بن بايزيد ٺٽوي جي عربي تصنيف آهي. مخدوم بايزيد ٺٽوي جو سن وفات متعين نہ آهي. البتہ پاڻ ٻارهين صدي هجريءَ جا آهن. مصنف هن ڪتاب کي نهايت عمده نموني سان لکيو آهي. مصنف پنهنجي هن شاهڪار تصنيف ۾ الله تعاليٰ جي توحيد، ايمان مفصل، مجمل ۽ اعتقادات وغيره بابت تفصيلي گفتگو ڪيو آهي ۽ دليلن سان پنهنجي ڪتاب کي سينگاريو آهي.

راقم جي لائبريري ۾ هن ڪتاب جا ٻہ عڪس موجود آهن.

(١)هي نسخو اصل ۾ حيدرآباد جي "سنڌ پراوشنل ميوزم لائبريري" ۾ نمبر ٨٠٠ تي موجود آهي. (١٨) هن نسخي ۾ ٢١٣ صفحات آهن. هي نسخو مصنف جو هٿ اکري آهي جهڙي طرح ان جي نشاندهي مصنف نسخي جي آخر ۾ڪري رهيو آهي. (١٩)

(٢)هي نسخو ١٠٢ ورقن تي مشتمل آهي ۽ هن نسخي جي ڪاتب ۽ ڪتابت جو سن معلوم نہ ٿي سگهيو آهي.

(١٠)**فرائض الاسلام :**

هي ڪتاب مخدوم محمّد هاشم ٺٽوي (متوفيٰ ١١٧۴ھ)جي عربي تصنيف آهي. مخدوم صاحب هن ڪتاب کي سنہ ١١٧١ھ ۾ تصنيف ڪيو هو. هيءُ ڪتاب هڪ مقدمي، ٻن

ڪتابن (ڀاڱن) ۾ هڪ خاتمي تي مشتمل آهي. هن ڪتاب ۾ مسلمانن مٿان لاڳو ٿيندڙ اهڙن فرضن جو تفصيلي احوال آهي. جيڪي عبادات سان تعلق رکن ٿا. مخدوم صاحب هن ڪتاب ۾ ١٢٦٢ فرض بيان ڪيا آهن. ڪتاب جي پهرين ڀاڱي ۾ ٣٣٢ اعتقادي فرض بيان ڪيا و يا آهن ۽ ڪتاب جي ڀاڱي ٻئي ۾ ٩٣٠ عملي فرض شامل آهن. بهرحال مخدوم صاحب جو هي ڪتاب پنهنجي موضوع جي لحاظ کان هڪ بهترين ۽ معلومات سان ڀرپور انسائيڪلو پيڊيا آهي.

مخدوم صاحب جي هن ڪتاب "فرائض الاسلام"جو مخدوم عبد الڪريم متعلويءَ عربي شرح بنام "فرائد الاحڪام علىٰ فرائض الاسلام" لکيو هو. مگر افسوس جو ان جو وجود سنڌ جي ڪتب خانن ۾ نہ ٿو ملي. البتہ "مڪتبہ قاسميہ" ڪنڊيارو ۾ هڪ ڇاپي "فرائض الاسلام" جي زيارت نصيب ٿي جنهن ۾ انهيءَ شرح جا اڪثر تعليقات لکيل نظر آيا. (٢٠) "فرائض الاسلام" جو ڪنهن نامعلوم بزرگ (٢١) فارسي ترجمو بہ ڪيو آهي.جنهن جو قلمي نسخو سنڌيالاجيءَ واري ريسرچ لائبريري ۾ موجود آهي. (٢٢) "فرائض الاسلام" کي مخدوم صاحب جي شاگرد علي بن حافظ سنہ ١١٧٨هہ ۾ سنڌي ترجمو ڪيو هو. ۽ هن جو قلمي نسخو مٽياري جي ڪتب خاني "مڪتبہ معروفيہ" ۾ موجود هو. (٢٣) علي بن حافظ جي سنڌي ترجمي جي ٻن نسخن جا عڪس "مڪتبہ قاسميہ" ڪنڊيارو ۾ موجود آهن. "فرائض الاسلام" جو سنڌي منظوم ترجمو سندس فرزند مخدوم عبد اللطيف (متوفىٰ ١١٨٩هـ) ڪيو هو. جنهن جو تفصيل "فرائض الاسلام" جي ڇاپي نسخن ۾ ايندو.مخدوم صاحب جي هن ڪتاب جو سنڌي ۾ ترجمو ڊاڪٽر عبدالرسول بہ ڪيو آهي مگر هن وقت تائين شايع نہ ٿي سگهيو آهي. (٢٤) هن ڪتاب جا قلمي نسخا سنڌ جي ڪتب خانن ۾ تہ موجود آهن پر سنڌ کان ٻاهر دنيا جي ٻين ڪتب خانن ۾ پڻ موجود آهن. "فرائض الاسلام" جو هڪ ٧٥ ورقن تي مشتمل قلمي نسخو طائف جي ڪتب خاني "مكتبة عبد الله بن عباس"(٢٥) ۾ موجود آهي. راقم جي ڪتب خاني "المكتبة الفهيمية" ۾ ان جو عڪس موجود آهي. ان کان علاوه راقم جي ڪتب خاني ۾"فرائض الاسلام" جا چار عڪس موجود آهن جن جو تفصيل هن ريت آهي:

(١) هي قلمي نسخو ڪوٽڙي ڪبير جي ڪتب خاني "الڪبير اڪيڊمي" (٢٦) ۾

موجود آهي. هن نسخي جا ١٢٢ ورق آهن ۽ ڪتابت جو سال ١١٧١هہ آهي. خط نسخ اٿس.

(٢) هي قلمي نسخو ڪهڙي ڪتب خاني جو آهي ان جي نشاندگي نہ ٿي سگهي آهي. باقي هي نسخو ٨٧ صفحن تي مشتمل آهي ۽ هن جو ڪاتب عبد الغفار ڪلهوڙو ۽ تاريخ ڪتابت ٢٣ ربيع الثاني ١٣٥٠هہ آهي.

(٣) هي قلمي نسخو ڪهڙي ڪتب خاني جو آهي ان متعلق ڪا معلومات نہ آهي. ۽ هي نسخو ١٥٥ صفحن تي مشتمل آهي ۽ هن جو ڪاتب ۽ سن ڪتابن نا معلوم آهي.

(۴) هن قلمي نسخي جي لاءِ پڻ ڪا معلومات نہ آهي تہ اصل ڪهڙي ڪتب خاني جو آهي. ۽ هي نسخو ١٠۴ ورقن تي مشتمل آهي ۽ هن جو ڪاتب ۽ سن ڪتابن نا معلوم آهي.البتہ هن جي سر ورق تي لکيل آهي "وقف نظر محمّديہ في سبيل الله".

مخدوم صاحب جو هي ڪتاب "فرائض الاسلام" ست ڀيرا شايع ٿيو آهي جنهن جو تفصيل هن طرح آهي:

١. هي ڇاپو مولوي محمّد ايوب جي تصحيح ۽ نظر ثاني سان مشهور تاجر ڪتب ميان محمد صحاف پشاوريءَ ١٢٨ صفحن تي ١٨٩٥ع (مطابق ١٣١٢هہ) ۾ مطبع هندو پريس دهلي مان شايع ڪرايو.

٢. هي ڇاپو آخوند محمد آدم ڪتب فروش قنڌار، مولوي عبدالرشيد "محبوب" جي تصحيح ۽ ڪتابت سان ١٢٨ صفحن تي فيروز پرنٽنگ پريس ورڪس لاهور مان شايع ڪرايو. هن ڇاپي تي طباعت جو سال لکيل نہ آهي.

٣. هي ڇاپو ابو سعيد علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جي تحقيق ۽ مقدمي سان ١۴٨ صفحن تي سنہ ١٩٨٧ع/ ١٣٩٨هہ ۾ مولوي محمد عالم صاحب مدير مدينة العلوم ڀينڊه حيدرآباد طرفان شايع ٿيو.

۴. هي ڇاپو سنہ ٢٠٠١ع ۾ حاجي ملا محمد جمعہ آخوند ڪانسي روڊ ڪوئٽا طرفان شايع ڪيو آهي. هي ڇاپو مٿين آدم خان واري ڇاپي جو عڪس آهي.

۵. مخدوم عبداللطيف ٺٽوي (متوفيٰ ١٢٣٩هہ)جو ڪيل سنڌي منظوم ترجمو ٦٨٨ صفحن تي قاضي محمد ابراهيم سنہ ١٢٩١هہ ۾ مطبع حيدري، بمبئي مان شايع

ڪرايو.

٦. مخدوم عبداللطيف ٺٽوي (متوفي ١١٨٩ھ)جي ڪيل سنڌي منظوم ترجمي کي موجوده سنڌي نثر صورتخطي جو وڳو ڊاڪٽر انس راڄپر پارايو. ۽ هي نثري ترجمو ٣٢٠ صفحن تي سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد طرفان سنہ ٢٠١٢ع ۾ شايع ٿيو آهي.

٧. فرائض الاسلام جو اردو ترجمو، مولوي محمد عبدالعليم ندويءَ ڪيو ۽ هي ترجمو ٢٣٦ صفحن تي سنہ ١٩٨٦ع ۾ مولوي محمد عالم صاحب مدينة العلوم ڀينڊه شريف پاران شايع ٿيو.

"فرائض الاسلام" تي پنجاب جو فاضل اشفاق احمد، عرب ليگ يونيورسٽي، قاهره، مصر مان ايم فل ڪري رهيو آهي جنهن جي نگراني جامعہ ازهر، مصر جو مشهور عالم دين رافت عثمان ڪري رهيو آهي. (٢٧)

(١١) <u>فرائض الايمان :</u>

مخدوم محمد هاشم ٺٽوي(متوفي ١١٧٤ھ) جي هن تصنيف جو ڪٿي بہ ذڪر نہ ٿو اچي. البتہ ڊاڪٽر عبد الرسول قادري پنهنجي پي ايچ ڊي ٿيسز ۾ ڄاڻايو آهي تہ اِها تصنيف مخدوم محمّد هاشم ٺٽوي جي"فرائض الاسلام" کان علاوه آهي. (٢٨) ۽ هن ڪتاب جو ڪو بہ نسخو هن وقت تائين دستياب نہ ٿي سگهيو آهي

(١٢)<u>بناء الاسلام</u>

هي ڪتاب مخدوم محمّد هاشم ٺٽوي (متوفي ١١٧٤ھ) جي سنڌي منظوم تصنيف آهي. مخدوم صاحب اسلامي عقيدن جي بيان لاءِ ٥ ذو الحج ١١٤٣ھ ۾ پنهنجي هن ڪتاب "بناء الاسلام" کي تصنيف فرمايو.

هيءُ ڪتاب ٻن بابن ۽ هڪ خاتمي تي مشتمل آهي.

باب پهريون: ايمان مفصل ۾ وارد ٿيل ٧ صفتن جي بيان ۾.

باب ٻيو: اُنهن مسئلن جي بيان ۾، جيڪي مٿئين ٧ صفتن کان علاوه آهن.

خاتمو: ايمان مجمل جي بيان ۾.

هن ڪتاب کي "عقائد الاسلام" ۽ "عقائد هاشمي" بہ چيو ويندو آهي.

مخدوم صاحب جي هن ڪتاب جي ٽن قلمي نسخن جا عڪس راقم جي لائبريري

"المکتبة الفهيمية" ۾ موجود آهن. جنهن جو تفصيل هن طرح آهي:

١. هي قلمي نسخو محترم پروفيسر ڊاڪٽر عبد الوحيد انڊڙ روهڙي واري وٽ موجود آهي. هن نسخي جي ٽائيٽل تي ڪتاب جو نالو هن طرح لکيل آهي "اين نسخہ سندي بناء الاسلام عقائد الاسلام" (٢٩) هي نسخو ٢١٥ ورقن تي مشتمل آهي. هن نسخي جي آخر ۾ ڪاتب پنهنجو نالو هن طرح لکيو آهي "راقمہ اضعف العباد و احقر الانام فقير حافظ محمّد سعيد عرف ورو بن غفران پناه عبد الحکيم مرحوم تحريرا في تاريخ سلخ شوال المکرم سنہ ١١٦٢هـ"

٢. هي قلمي نسخو "مکتبہ قاسميہ" ڪنڊيارو جي زينت آهي. هن نسخي جي سرورق تي ڪتاب جو نالو هن طرح لکيل آهي "الجزء الاول عقائد الاسلام تصنيف مخدوم محمّد هاشم صاحب عليہ الرحمة" (٣٠) هي نسخو ١٧١ ورقن تي مشتمل آهي. هن نسخي جي آخر ۾ ڪاتب هن طرح لکيو آهي "تمام شد ڪتاب مستطاب عقائد الاسلام از دست فقير حقير پر تقصير عثمان الصباغ بتاريخ بيست هفتم ماه رجب المرجب ١٢٥٧هـ"

٣. هي نسخو مفتي استاذي ڪريم بخش مگسوي چشموي عليہ الرحمہ جي مدرسي جي ڪتب خاني "المکتبة الکريمية" ۾ موجود آهي. ٢٤٣ ورقن تي هي نسخو مشتمل آهي. هن نسخي جو ڪاتب ملا بلال ولد ملا عبد الڪريم لاڪير ابساني آهي. ڪتابت جي تاريخ معلوم نہ ٿي سگهي آهي.

مخدوم صاحب جي هن ڪتاب "بناء الاسلام" جو مخدوم سيد محمّد عاقل بن محمّد حسين لکعلوي هالائي حسيني فارسي زبان ۾ ترجمو ڪيو آهي. جنهن جو عڪس راقم جي ڪتب خاني "المکتبة الفهيمية" ۾ موجود آهي. ۽ مولوي عبد القادر پنهواريءَ واري وري سيد محمّد عاقل هالائي واري فارسي ترجمي جي تلخيص ڪئي آهي. جنهن جو عڪس "مکتبہ قاسميہ" ڪنڊيارو ۾ موجود آهي. (٣١)

مخدوم صاحب جو هي ڪتاب "بناء الاسلام" ڪيترائي دفعا ڇپجي چڪو آهي، جنهن مان هن ڪتاب جي شهرت جو اندازو ٿئي ٿو. طباعت جو تفصيل هن ريت آهي:

١. هيءُ ڇاپو ٤٢٤ صفحن تي، سنہ ١٢٩٤هـ ۾، ڇاپخانہ "مرغوب هر ديار" بمبئي ۾ شايع ٿيو.

٢. هيءُ ڇاپو ۴٢۴ صفحن تي، ڇاپخانہ "گلستان ڪشمي" (شهر جونالونہ لکيل آهي) مان ڇپجي پڌرو ٿيو.

٣. هيءُ ڇاپو ٣١٢ صفحن تي سنہ ١٣١٥هہ ۾ ڇاپخانہ "صفدري" بمبئي ۾ ڇاپيو.

۴. هي ڇاپو ١٦٠ صفحن تي، سنہ ١٣٢٠هہ ۾ بمبئي مان شايع ٿيو.

۵. هي ڇاپو سنہ ١٣۴٣هہ ۾ مطبع "گلزار حسيني" مان شايع ٿيو.

٦. "بناء الاسلام" جو هي ڇاپو سنہ ١٩۵٨ع ۾ ٢٦٢ صفحن تي حاجي احمد خان ابڙو، ابڙا محلہ نصرپور پاران شايع ٿيو.

٧. هي ڇاپو سنہ ١٩٦٣ع ۾ ڪرائون سائيز جي ٢٦۴ صفحن تي ساڳئي ناشر طرفان شايع ٿيو.

٨. بناء الاسلام جو هي ڇاپو ٢٨٠ صفحن تي ساڳئي ناشر طرفان شايع ٿيو.

٩. فقير محمد اسماعيل ڪنيار نٿوي، هن ڪتاب کي پهريون دفعو سنہ ١٩٧۴ع ۾ شايع ڪرايو ۽ ٽائيٽل تي هي نالو لکرايو "بناء الاسلام المعروف بنياد الايمان"

١٠. ۽ ٻيو دفعو سنہ ١٩٧۵ع ۾ ١٣٢ صفحن تي، فقير ڪنيار نٿويءَ شايع ڪرايو.

١١. هن ڇاپي جي متعلق محمد اسماعيل نٿوي پاڻ واري "بنياد الايمان" جي مقدمہ ۾ لکيو آهي تہ: "١٩٠٦ع وارو ڇاپو سندس وٽ موجود آهي." (٣٢)

١٢. ڊاڪٽر عبد الرسول قادري انهيءَ ڪتاب کي سنڌي نثر ۾ ڪيو هو ۽ ڊاڪٽر قادري صاحب جي اِها ڪاوش ١٨٧ صفحن تي مهراڻ اڪيڊمي شڪارپور مان سنہ ٢٠٠٦ ۾ شايع ٿي آهي.

١٣. مولوي محمّد قاسم سومري ڪنڊياري واري جن بہ مخدوم صاحب جي منظوم "بناء الاسلام" کي نئين ۽ بامحاوره سنڌيءَ ۾ آندو. ۽ هي ڪتاب روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو طرفان سنہ ٢٠٠٧ع ۾ شايع ٿيو.

راقم هن ڪتاب جو اردو ۾ ترجمو ، تحقيق ۽ تخريج جو ڪم پڻ ڪيو آهي جيڪو طباعت جي مراحل ۾ آهي.

(١٣) **الجنة في عقيدة اهل السنة:**

هي رسالو شيخ محمّد حيات سنڌي (متوفي ١١٦٣هہ) جي عربي تصنيف آهي. شيخ محمّد

حيات سنڌيءَ پنهنجي هن رسالي ۾ خدا جي صفات، رسالت، ملائڪ، قبر، قيامت، خلافت ۽ اهل السنة و الجماعة جي متعلق ضروري عقيدا شامل ڪيا آهن. هن رسالي جا ٻه قلمي نسخا دستياب ٿيا آهن جن کي ڊاڪٽر رفيق احمد مگريو جن پنهنجي پي ايڇ ڊي ٿيسز ۾ ذڪر ڪيو آهي. (٣٣)

مخدوم محمّد حيات سنڌي جو هي رسالو سنه ١٤٢٥هه مطابق ٢٠٠٤ع ۾ جناب ڊاڪٽر قاري عبد القيوم ميراڻي سنڌيءَ جي تحقيق سان مڪتبه الاسدي، مڪه مڪرمه طرفان شايع ٿيو آهي.

(١٤)مقدمة في العقائد:

هي رسالو شيخ محمّد حيات سنڌي (متوفيٰ ١١٦٣هه) جي عربي تصنيف آهي. هن ڪتاب کي سنڌ جي ڪنهن به تذڪره نگار ذڪر نه ڪيو آهي، البته علامه خير الدين الزرڪلي (متوفيٰ ١٣٩٦هه)، پنهنجي ڪتاب "الاعلام" ۾ ذڪر ڪيو آهي. (٣٤) ۽ مولوي محمّد اسحاق ڀٽي، پنهنجي ڪتاب "فقهاءِ هند" (٣٥) ۾ ذڪر ڪيو آهي. هن ڪتاب جو فقط نالو ملي ٿو نسخو ڪٿي آهي ان بابت ڪا به ڳالهه مذڪور نه آهي.

شيخ محمّد حيات سنڌي جي هن ڪتاب"مقدمة في العقائد" جي متعلق ڊاڪٽر رفيق احمد مگريو جن لکيو آهي ته : هي به ممڪن آهي (بلڪ غالب گمان) آهي ته اِهو ڪتاب ساڳيو ئي"الجنة في عقيدة اهل السنة" هجي ۽ هي به ٿي سگهي ٿو ته "مقدمة في العقائد" عقائد بابت سندس ڪا ٻي ڪاوش هجي. چو ته هڪ ئي مصنف، هڪ ئي موضوع تي ٻه ٽي ڪتاب لکي سگهي ٿو بلڪ لکندا رهندا آهن. (٣٦)

## (١٥) شرح عليٰ مقدمة في العقائد:

هي رسالو شيخ محمّد حيات سنڌي (متوفيٰ ١١٦٣هه) جي عربي تصنيف آهي. مخدوم محمّد حيات سنڌي جي همعصر"ميرزا المدني" "مقدمة في العقائد" نالي رسالو لکيو هو. جنهن جو مختصر شرح شيخ سنڌي ڪيو.

هن رسالي جي متعلق ڊاڪٽر رفيق احمد مگريو جن پنهنجي پي ايڇ ڊي ٿيسز ۾ جاڻايو آهي ته هن رسالي جو نسخو دستياب نه ٿي سگهيو آهي. البته هن رسالي جو عڪس راقم جي ڪتب خاني ۾ موجود آهي.

هي رسالو ڪنهن مجموعي ۾ شامل آهي. اصل نسخو ڪهڙي ڪتب خاني جو آهي ان بابت نشاندهي نہ ٿي سگهي آهي. باقي شيخ محمّد حيات سنڌيءَ جو هي رسالو مجموعي جي ورقي نمبر ١٣۴ کان ١۴٠ ورقي تائين ستن ورقن تي مشتمل آهي. رسالي ۾ ڪاتب جو نالو لکيل نہ آهي، البتہ ڪتابت جوسن ذي الحجہ ١١٥٨هہ لکيل آهي.

**هن رسالي جي شروعات هنن لفظن سان آهي:"** الحمد لله الذي هو حامل بذاته لذاته و دلّ بمبدعاته عليٰ كلاماته، و الصلاة و السلام عليٰ اشرف مصنوعاته و عليٰ آله و اصحابه الذين فازوا بصلاته، اما بعد فيقول العبد افقر عباد الله محمّد حياة السندي المدني.....الخ"

**ڏيءِ رسالي جي پڇاڙي هنن لفظن تي ٿئي ٿي:"**و ما كان من خطا فاسئله الله العفو و الغفران، لا اله الا الله محمّد رسول الله."

## (١٦) فتح الودود في التكلم في مسئلة العينية و وحدة الوجود:

هي رسالو شيخ محمّد حيات سنڌي (متوفيٰ ١١٦٣هہ) جي عربي تصنيف آهي. شيخ صاحب هن رسالي ۾ الله تعاليٰ جي وحدانيت ۽ توحيد ۽ رب عزوجل جي وجود تي دلائل ذڪر ڪيا آهن. ۽ ثابت ڪيو آهي تہ وجود حقيقي الله تعاليٰ جوئي آهي.

**هن رسالي جي شروعات هنن لفظن سان آهي:"** الحمد لله الفرد الاحد الصمد، و الصلاة و السلام عليٰ حبيبه الاحمد و عليٰ آله و صحبه الیٰ آخر الابد....الخ"

**۽ رسالي جي پڇاڙي هنن لفظن سان آهي:"** و قلما تجد هذه الفائدة في المسطور، و قلما تسمع فيما يلقي في الصدور"

هي رسالو دار الکتب الظاهريہ ، مصر ۾ ٦٩٨١ نمبر تي هڪ مجموعي ۾ موجود آهي. (٣٧) مجموعي ۾ هي رسالو ٧٦ ورقي کان ٨٧ ورقي تائين آهي. راقم جي لائبريري ۾ هن نسخي جو عڪس موجود آهي.

## (١٧)رسالة في حقيقة الايمان :

هي رسالو مخدوم ابو الحسن غلام حسين بن محمّد صادق صغير مدني (متوفيٰ ١١٨٧هہ) جي عربي تصنيف آهي. هن رسالي جي نالي جو ذڪر ڪنهن بہ ڪتاب ۾ ڪونہ ٿو ملي. چو تہ هن رسالي جي شروع ۾ نہ ڪتاب جو نالو ڄاڻايل آهي ۽ نہ ئي مخدوم ابو الحسن صغير پنهنجي هن رسالي جي مقدمي ۾ رسالي جو نالو ذڪر ڪيو آهي. البتہ ايران جي

عالم آية الله العظمي النجفي مرعشي جي ڪتب خاني جي فهرست ۾ هن رسالي جو نالو "حقيقة الايمان" جي نالي سان لکيل آهي (٣٨) مخدوم ابو الحسن صغير جي هي تصنيف ايمان جي متعلق هڪ مسئلي "عمل، ايمان ۾ داخل آهن يا نہ؟" بابت لکيو آهي. ۽ پنهنجي موقف تي دلائل ذڪر ڪيا آهن. جهڙي طرح مخدوم ابو الحسن هن رسالي جي مقدمي ۾ ذڪر ڪيو آهي.

ٽن ورقن تي مشتمل هن رسالي جو عڪس راقم جي لائبريري "المڪتبة الفهيمية" ۾ موجود آهي. هن رسالي جي شروعات هنن لفظ سان آهي.

"الحمد لله الذي هدانا لهذا و ما كنا لنهتدي لو لا ان هدانا الله ، و الصلاة و السلام على حبيبه و مصطفاه، و على آله وصحبه و من والاه، و بعد فيقول الفقير ابو الحسن السندي المدني كان الله له في دينه و دنياه .....الخ"

۽ اختتام هنن لفظن سان آهي. "و قال صلى الله عليه وسلم نزل الناس منازلهم ، ادّبنا الله تعالى بآداب نبيه، و خلقنا باخلاقه و حشرنا باتباعه الغر المحجلين و اشياعه السابقين و سلام على المرسلين و الحمد لله رب العالمين"

رسالي جو وچور :

هن رسالي ۾ مخدوم ابو الحسن صغير لکي ٿو تہ :ڪجهہ ماڻهن هي خيال ڪيو تہ امام جليل محمّد بن اسماعيل بخاري پنهنجي ڪتاب "صحيح بخاري" ۾ اعمال کي ايمان ۾ داخل ڪيو آهي. پوءِ مان انهن جي ان وهم کي واضح ڪندي هي رسالو مرتب ڪيو.

## (١٨) الافاضة المدنية في الارادة الجزئية:

هي رسالو مخدوم ابو الحسن غلام حسين بن محمّد صادق صغير مدني (متوفيٰ ١١٨٧هہ) جي عربي تصنيف آهي. ابو الحسن صغير هن رسالي ۾ علم ڪلام جي مشهور بحث ٻانهن جي عملن جي تخليق، ٻانهي جي ارادي ۽ ڪسب بابت بحث ڪيو آهي. ۽ پنهنجي موقف کي دليلن سان ثابت ڪيو آهي. ۽ معتزلين، جهمين، ماتريدين ۽ اشعرين جو موقف بہ بيان ڪيو آهي.

هن رسالي جو قلمي نسخو مڪتبة الحرم مڪي ۾ هڪ مجموعي جي صورت ۾ موجود آهي. انهيءَ مجموعي ۾ هي رسالو ٤٢٨ صفحي کان ٤٦١ صفحي تائين ٣٤ صفحن تي مشتمل آهي.

(٣٩) هن نسخي جوعڪس راقم جي ڪتب خاني ۾ موجود آهي.

هي رسالو علي بن عبده علي الالمعي جي تحقيق سان مڪتبة الرشد. الرياض مان سنہ ١٤٢٨هـ مطابق ٢٠٠٧ع ۾ ٢٤٨ صفحن ۾ شايع ٿيو آهي. پر هن رسالي جي ٽائيٽل ۾ مصنف امام محمّد بن عبد الهادي السندي لکيو ويو آهي جيڪو غلط آهي. هن رسالي جو مصنف ابو الحسن الصغير مدني ئي آهي. (٤٠)

هن رسالي جو ردّ محمّد بن اسماعيل الڪحلاني الصنعاني (متوفي ١١٨٢هـ) نالي "الانفاس الرحمانية اليمنية في ابحاث الافاضة المدنية" سان لکيو آهي. جيڪو ٤٧٥ صفحات تي مڪتبة الرشد سنہ ١٤٢٨هـ مطابق ٢٠٠٧ع ۾ شايع ٿيو آهي.

## (١٩)الفيوضات النبوية في حل الالغاز البركوية:

هي رسالو مخدوم ابو الحسن غلام حسين بن محمّد صادق صغير مدني (متوفي ١١٨٧هـ) جي عربي تصنيف آهي مخدوم ابو الحسن هن رسالي ۾ علامہ محمّد البرڪوي جي ڪلمہ توحيد متعلق عبارات جي شرح ڪئي آهي.

هن رسالي جا ٻہ قلمي نسخا راقم جي ڪتب خاني ۾ موجود آهن جنهن جو تفصيل هن طرح آهي.

(١)هي نسخو مڪتبة الحرم مڪي ۾ هڪ مجموعي جي صورت ۾ موجود آهي. انهيءَ مجموعي ۾ هي رسالو٢٣ ورقي ڪان ٣٣ ورقي تائين ١١ ورقن تي مشتمل آهي. (٤١)

(٢)هي نسخو ترڪي جي ڪنهن ڪتب خاني ۾ موجود آهي. هن نسخي ۾ ٿي صفحا شامل آهن. هن نسخي جي آخر ۾ مؤلف طرفان رسالي جي تصنيف جو سن هن طرح لکيل آهي:" حرره الفقير ابو الحسن السندي بطيبه في ٤ من ذي الحجه سننة ١١٧٨هـ" ۽ هن نسخي ۾ ڪتابت جو سن ١١٨٨هـ ڄاڻايل آهي.

## (٢٠)رسالة في الخلق و الكسب:

هي رسالو مخدوم ابو الحسن غلام حسين بن محمّد صادق صغير مدني (متوفي ١١٨٧هـ) جي عربي تصنيف آهي. مخدوم صاحب هن رسالي ۾ علم ڪلام جي بحثن جو تفصيلي گفتگو ڪيو آهي ۽ دليلن سان پنهنجي موقف کي واضع ڪيو آهي.

مخدوم صاحب هن رسالي کي هڪ مقدمي ۽ ٽن بابن ۽ هڪ الحاصل ۾ تقسيم ڪيو آهي

جنهن جو تفصيل هن طرح آهي:

(١) مقدمہ

(٢) الباب الاول في قول الجبرية الجهمية

(٣) الباب الثاني في قول اهل القدر

(۴) الباب الثالث في تحقيق ما هو الحق من التوسط بين الجبر والقدر

هن باب ۾ وري ٽي فصل آهن.

(۵) الحاصل

هن رسالي جو قلمي نسخو مڪتبة الحرم مڪي ۾ هڪ مجموعي جي صورت ۾ موجود آهي. انهيءَ مجموعي ۾ هي رسالو ١ ورقي کان ٢٢ ورقي تائين ٢٢ ورقن تي مشتمل آهي. (۴٢) هن نسخي جو عڪس راقم جي ڪتب خاني "المڪتبة الفهيمية" ۾ موجود آهي.

## (٢١) الفتوحات الغيبيہ في شرح عقائد الصوفية:

هي ڪتاب علامہ شاه فقير الله علوي (متوفي ١١٩٥هہ) جو عربي ٻولي ۾ تصنيف شده آهي. مصنف هن ڪتاب ۾ صوفياءِ ڪرام جي عقيدن ۽ نظريات کي سهڻي انداز ۾ بيان ڪيو آهي. ۽ هن ڪتاب ۾ عقيدي جي لحاظ کان تصوف کي بيان ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب جو عڪس راقم جي لائبريري ۾ موجود آهي.

هي ڪتاب وڏي تختي جي ٢٠٩ صفحن تي مشتمل آهي.

هن ڪتاب جي شروعات هنن لفظن سان آهي :" لک الحمد يا من کشفت دقايق الحقائق و الحکم علیٰ قلوب العارفين....الخ"

هن ڪتاب جي پڇاڙي هنن لفظن تي آهي :"کما ورد في الاحاديث الصحاح و لا يحصل ذلک الا بالاشتغال بالاحاديث و بالله التوفيق."

## (٢٢) رسالہ در بيان کلمات کفر:

هي رسالو مخدوم عبد الملک درٻيلي جو آهي. مخدوم عبد الملک جا تفصيلي حالات معلوم نہ ٿي سگهيا آهن البتہ مخدوم عبد الملک پاڻ کي مخدوم ميان عبد اللطيف درٻيلي جو فرزند ڄاڻائي ٿو (۴٣)

هن رسالي جا چار صفحات آهن. هي رسالي جو عڪس راقم جي لائبريري "المڪتبة

الفهيمية" ۾ موجود آهي.

هي رسالو فارسي زبان ۾ لکيل آهي.

هن رسالي جي شروعات هن طرح آهي :" بسم الله الرحمن الرحيم، الحمدلله رب العالمين و الصلاة و السلام على رسوله محمّد و آله و اصحابه اجمعين. امابعد: ميگويد بنده فقير حقير پر تقصير عبد الملک بن علامة الاوحدی سيف الدين مرحوم مخدوم ميان عبد اللطيف در بيلى چون اكثر مسلمانان در معاملات و محاورات خود سخنهاء بايكديگر ميگويند در بعضى اوقات كلمات كفر......الخ"

۽ رسالي جو اختتام هنن لفظن سان آهي :" اگر گويد ديگر كه مرا با حق يارى اه، او گفت هر كسى يارى دهد من بنا حق را يارى دهم، كفر است. والله اعلم بالحق والصواب واليه المرجع والمآب. تمت. تمام شد كار من بانظام شد، روي شيطان سياه شد. "

هن رسالي جي آخر ۾ ڪاتب پنهنجو نالو هن طرح لکيو آهي "تماميت يافت اين نسخه متبركه شيرفه ميمونه در بيان كلمات كفر از تصنيف حافظ عصره علامة دهره مخدوم المخاديم مرحوم مخدوم ميان عبد الملک بن العالم الفاضل الكامل مرحوم مخدوم ميان عبد اللطيف در بيلى بدست خاكپائى اهل الله اضعف عباد الله راجى الى رحمة الله القوى الغنى على اصغر بن العالم العامل الفاضل صدر الحفاظ اليسد ولى محمّد الحسينى العلوى ساكنين فى قرية لكعلوى سادات......الخ"

رسالي جي ڪتاب تاريخ هن طرح لکي آهي. "بتاريخ يازدهم از شهر جماد الاول سنه ١١٠۴هه" صدر الحفاظ اليسد ولي محمّد الحسيني العلوي ساكنين في قرية لكعلوي سادات.....الخ (۴۴)

رسالي جو وچور :

هن مختصر رسالي ۾ چوڏهن باب ذکر ٿيل آهن جيڪي هن طرح آهن :

باب اول، در بيان الفاظي كه تعلق بذات الله تعاليٰ و صفاته دارند.

باب دوم، در بيان الفاظي كه متعلق بمكان وغيره.

باب سيوم، در بيان الفاظي كه تعلق بالملائكه دارند.

باب چهارم، در آنچه متعلق است بانبياء عليٰ نبينا وعليهم افضل الصلوة و التحية.

باب پنجم، در آنچه تعلق دارد بقرآن.

باب ششم، در آنچه متعلق است بنماز و روزه و زكواة.

باب هفتم، در آنچه متعلق بذكرها خدائي تعاليٰ.

باب هشتم. در آنچہ متعلق است بانکار امر معروف ونهي عن المنکر.

باب نهم. در آنچہ متعلق است باهانت علم وصلحاء.

باب دهم. در آنچہ متعلق دارد بتعزية.

باب يازدهم. در آنچہ متعلق است بسلطان وجابر.

باب دوازدهم. در آنچہ متعلق است بانکار امور آخرة.

باب سيزدهم. در آنچہ متعلق است بتلقين کلمة کفر.

باب چهازدهم. در متفرقات است.

(٢٣)منظومہ سندي درباره ايمان:

هي رسالو ابو عبد الله علي بن حافظ ڇڇرڪوٽي سنڌي جو سنڌي منظوم ٻولي ۾ لکيل آهي. هن بزرگ جي سن وفات بابت ڪا بہ معلومات حاصل نہ ٿي سگهي آهي. البتہ هي بزرگ ٻارهين صدي هجريءَ جو آهي. هن رسالي جو ذڪر ڊاڪٽر مولانا سومرو محمّد ادريس سنڌي جن مخطوطات سنڌ آرڪائيوز جي فهرست ۾ ڪيو آهي. (۴۵)

هي رسالو ٻن ورقن تي مشتمل آهي ۽ هر هڪ ورق ۾ پندرهن سٽون آهن.

۽ هن رسالي جي ابتدا هنن لفظن سان آهي: ڪر ڪو ساراه صاحب جي جل جلالہ حمد سين هجا * جنهن جوناهي ڪو پاڪ مثل ڪنا.

۽ هن رسالي جي پڇاڙي هنن لفظن سان آهي : توبہ ڪيم سچ سين مو گئس تن ڪنا * ڪلمو چوان ٿو صدق سين وڏي ويساها. (۴٦)

## (۲۴)رسالة في خلق الاعمال:

هن رسالي جو مصنف قاضي نعمت الله ٺٽوي (هي بزرگ ڏهين صدي هجريءَ جو آهي) آهي. ۽ هن رسالي جو ذڪر خدا بخش اورنٽل لائبريري پٽنہ جي مخطوطات جي فهرست ۾ آهي(۴۷) قاضي نعمت الله ٺٽوي جو هي رسالو ٻن ورقن تي مشتمل آهي ۽ هڪ ورقي ۾ ويهہ سٽون آهن ۽ متن جو خط نستعليق آهي. (۴۸)

هن رسالي ۾ ڇا ذڪر ٿيل آهي؟ ان جو علم تڏهن حاصل ٿيندو جڏهن نسخو اسان جي سامهون هوندو البتہ رسالي جي نالي مان معلوم ٿئي ٿو تہ قاضي نعمت الله ٺٽوي جو هي رسالو عملن جي تخليق متعلق آهي.

(٢٥) **فتوح العقائد:**

هي ڪتاب مخدوم شيخ فتح محمّد برهانپوري سنڌي صاحب مفتاح الصلاة (متوفيٰ ١٠٨٠هـ) آهي. مخدوم فتح محمّد هن ڪتاب کي سنہ ١٠٦٠هـ ۾ فارسي ٻوليءَ ۾ تصنيف ڪيو آهي.

عبد الحي حسني، شيخ فتح محمّد برهانپوري جي هن ڪتاب جو نالو "مفتاح فتوح العقائد" ڄاڻايو آهي. (٤٩)

شيخ فتح محمّد برهانپوري هن ڪتاب ۾ الله تعاليٰ جي وحدانيت، توحيد، رسالت ۽ ٻين عقيدن جي متعلق مواد جمع ڪيو آهي.

"فتوح العقائد" جا قلمي نسخا سنڌ ۽ هنڌ جي مختلف ڪتب خانن ۾ موجود آهن. هن جو هڪ ١٠٨ صفحن تي مشتمل قلمي نسخو "سچل سرمست لائبريري" خيرپور ميرس ۾ موجود آهي. (٥٠)

راقم جي ڪتب خاني "المڪتبة الفهيمية" ۾ پڻ فتوح العقائد جو هڪ عڪسي نسخو موجود آهي. جنهن جو اصل هندستان جي ڪنهن لائبريري ۾ مجموعي جي صورت ۾ موجود آهي.

هن ڪتاب جو هڪ ڇاپو ٨٨ صفحن تي مشتمل سنہ ١٣١٣هـ ۾ مطبع مجتبائي دهلي مان شايع ٿيو آهي. پروفيسر محمّد عثمان ميمڻ "فتوح العقائد" جو سنڌي ۾ ترجمو ڪيو آهي. (٥١)

(٢٦) **زبدة العقائد:**

هن رسالي جو مصنف ميان رحيم الله بن مخدوم شيخ فتح محمّد برهانپوري سنڌي صاحب "مفتاح الصلاة" آهي. هن رسالي جو ذڪر ڪنهن بہ ڪتاب ۾ نہ ٿو ملي. البتہ اِن جو قلمي نسخو مجموعي جي صورت ۾ هندستان جي ڪنهن لائبريري ۾ موجود آهي. راقم جي لائبريري "المڪتبة الفهيمية" ۾ اِن مجموعي جو عڪس موجود آهي.

يارهين صدي جي هن بزرگ ميان رحيم الله جو تفصيلي احوال ۽ سن ولادت ۽ وفات نہ ٿو ملي، البتہ ميان صاحب جي متعلق سيد محمّد مطيع الله راشد برهانپوري هن طرح لکي ٿو: آپ حضرت بابا فتح محمّدؒ محدث کے فرزند ہیں، والد کی تعلیم و تربیت سے پروان چڑھے۔ جملہ علوم عقلی و نقلی میں استعداد کامل بہم پہنچائی۔ تصوف کے اسرار و رموز و ریاضت و مجاہدات سے حاصل فرمائے۔ درویش دوست اور تقویٰ شعاری مسلک تھا۔ (٥٢)

هن رسالي ۾ ٤٣ صفحات آهن. ”زبدة العقائد“جي ٽائيٽل تي هن طرح لکيل آهي “الجزء الاول زبدة العقائد تصنيف الاستاذ الاجل و الاکرم ميان بابا رحيم الله بن شيخ قدس الله”. هن رسالي جي شروعات هنن لفظن سان آهي :” حمد واجب وجودی کہ فرض ابتدائے افہام و عقول در معارش الوہیتش عین محال است۔۔۔۔“

۽ رسالي جي پڇاڙي هنن لفظن سان ٿئي ٿي :” عن انس بن مالک رضي الله عنه قال قال رسول الله صلي الله عليه وسلم من قضیٰ حاجة اخيه المسلم في الله کتب الله له عمر الدنيا سبعة آلاف صيام نهاره و قيام ليله کذا في العقيدة السنية.“

هن رسالي ۾ الله تعاليٰ جي صفتن ، ايمان مفصل ۽ مجمل جو تفصيلي بيان ۽ نبي ڪريم ﷺ جي متعلق عقيدن جو بيان آهي . هن رسالي جو ڪاتب محمّد افضل آهي.

(٢٧)العقائد السُنية:

هن ڪتاب جو مؤلف قاضي عثمان بن عيسيٰ الصديقي برهانپوري (متوفيٰ ١٠٠٨ھ) آهي. هي ڪتاب عربي ٻولي ۾ آهي.

هن ڪتاب جي ٻن قلمي نسخن جا عڪس راقم جي ڪتب خاني ”المکتبة الفهيمية“ ۾ موجود آهن جن جو تفصيل هن طرح آهي:

(١) هن جو اصلي نسخو جامعة ملڪ السعود جي ڪتب خاني ۾ موجود آهي. هن نسخي ۾ ٥٣ ورق آهن. هن نسخي جو ڪاتب عبد العزيز عرف سيهام متوطن راولپنڊي آهي.

(٢)هي نسخو ٧٣ ورقن تي مشتمل آهي. هن نسخي ۾ نہ ڪاتب جو نالو لکيل آهي نہ ئي ڪتابت جو سن درج ٿيل اٿس البتہ هي نسخو اڏوهي کاڌل آهي جنهن مان معلوم ٿي رهيو آهي تہ هي پراڻو نسخو آهي.

هن ڪتاب جا قلمي نسخا سنڌ جي مختلف ڪيترن ئي ڪتب خانن ۾ موجود آهن. هن ڪتاب جا ٻہ نسخا سنڌ آرڪائيوز جي لائبريري ۾ موجود آهن. (٥٣) هن ڪتاب جو هڪ نسخو سنڌيالاجي لائبريري ۾ پڻ موجود آهي. (٥٤)

هي ڪتاب ٻہ ڀيرا شايع ٿيو آهي جنهن جو تفصيل هي آهي:

(١)هي ڇاپو مير محمّد ڪتب فروش پاران ٥٠ صفحن تي سنہ ١٣٠٩ھ ۾ مطبع فاروقي، قصہ خواني پشاور مان شايع ڪيو.

(٢) هي ڇاپو ٻہ ساڳي ئي مالڪ مير محمّد ڪتب فروش پاران ٤٠ صفحن تي سنہ ١٣٢٥ھ

۾ مطبع انصاري، قصه خواني پشاور مان شايع ڪيو.

هن ڪتاب ۾ سترهن فصل آهن :

الفصل الاول، في الايمان بالله تعاليٰ و صفاته وتنزيه.

الفصل الثاني، في حدوث العالم وتفضيل بعض العباد عليٰ بعض.....الخ

الفصل الثالث، في الصحابة المبشرة بدخول الجنة وحكم من سبّهم.

الفصل الرابع، في تفسير الايمان و ما يتعلق

الفصل الخامس، في كرمات الاولياء واصابة العين وما يناسبه.

الفصل السادس، في الامر بالمعروف وما يتعلّق به.

الفصل السابع، فيما يفصل عند الموت و ما يعرض للمؤمن من البشارة و الرضوان وسوال القبر و ما يقرء عند القبر و مدة عذابه و فسخه و مواضع ارواح المؤمنين ودعاء الاحياء للاموات وصدقتهم عنهم و ما يناسبه و صلاة الجنازة و زيارة القبور و ما يتعلق به و احتياج الميّت الي الدعاء و اجر المصيبة و التعزية.

الفصل الثامن، في نفخ الصور والبعث و الحساب و الشفاعة....الخ

الفصل التاسع، في خلود الكافرين في النار وما يتعلق به.

الفصل العاشر في رؤية الله تعاليٰ.

الفصل الحادي عشر، في كون اسماء الله تعاليٰ توفيقية و حمل النصوص عليٰ ظواهرها وحكم المتشابه.

الفصل الثاني عشر، في عدم جواز مخالفة الاجماع.

الفصل الثالث عشر، في وجوب نصب الامام وشرائطه وتعدّده وعزله.....الخ

الفصل الرابع عشر في كلمات الكفر.

الفصل الخامس عشر، في الكبائر،

ڍالفصل السادس عشر، في التوبة والدعاء.

الفصل السابع عشر، في بيان مدة بقاء الدنيا.

هن ڪتاب جو فارسي ۾ ترجمو نالي "روضة العقائد" پڻ دستياب ٿيو آهي جنهن جو ١٦٣ صفحن تي مشتمل عڪس راقم جي ڪتب خاني ۾ موجود پڻ آهي. هن نسخي جي ڪتابت جو سال ١٠٧٩ھ آهي.

"روضة العقائد" جي مصنف جي ڳولا ڪئي وئي پر ڪٿي به ان جو ڏس پتو نه پيو ملي سگهي نه ئي هن ڪتاب تي مصنف جو نالو لکيل آهي. البته عبدالحي حسني جي ڪتاب

"نزهة الخواطر" جي ورقن ڪي اٿلائيندي پٿلائيندي هن ڪتاب جي مصنف جو نالو ملي ويو. "نزهة الخواطر" ۾ هن ڪتاب جي مصنف جو نالو فقيهہ نجم الدين بن عباس الحنفي برهانپوري لکيل آهي. (٥٥)

راقم "العقائد السنيہ" جو سنڌي ۾ ترجمو پڻ ڪيو آهي ۽ راقم انهيءَ ڪتاب تي عربيءَ ۾ تحقيق ۽ تخريج بہ ڪري رهيو آهي. (٥٦)

(٢٨) ثبات الايمان:

هن رسالي جو مصنف مخدوم نجم الدين بوبڪاني آهي. هي رسالو پنجن ورقن تي مشتمل آهي ۽ هن رسالي جو قلمي نسخو جامعہ دينيہ دار الهديٰ ٺيڙهيءَ جي ڪتب خاني ۾ موجود آهي. (٥٧)

هن رسالي متعلق ڊاڪٽر مولانا عبد الله ڪوسو لکي ٿو تہ: ڪلمہ جي فضيلت جي بيان ۾ آهي. جنهن ۾ ايمان تي ثابت قدم رهڻ لاءِ دعائون، وظيفا ۽ طريقا لکيل آهن. .....ڪاتب حافظ عبد الملک ولد ملا درويش ناريجو آهي.(٥٨)

## حوالا ۽ حواشي


١. ابن منظور، لسان العرب، دار الصادر بيروت، ط. ١٤١٤، جلد ٣، صفحو ٢٩٦

٢. ملڪاوي، محمّد احمد محمّد عبد القادر خليل، عقيدة التوحيد في القرآن الكريم، مکتبة دار الزمان، ط: اولي ١٤٠٥هه، صفحو٢٠.

٣. حاجي خليفه، ڪشف الظنون، مکتبة المثني بغداد، ١٩٤١ع جلد ٢، صفحه ١١٤٥

٤. الزرکلي،الاعلام، دار العلم الملايين، ط. ١٥، ٢٠٠٢ع، جلد ١، صفحه ٢٧٥ .حاجي خليفه، ڪشف الظنون، مکتبة المثني بغداد، ١٩٤١ع جلد ٢، صفحه ١٦١٢

٥. حاجي خليفه، ڪشف الظنون، مکتبة المثني بغداد، ١٩٤١ع جلد ٢، صفحه ١١٤٥

٦. البغدادي، اسماعيل بن محمّد، هدية العارفين، دار احياء التراث العربي، ج ١، صفحه ١٣٦

٧. ڪحالة، عمر رضا، معجم المؤلفين، مؤسسة الرسالة، جلد ١، صفحو ٣٢٨

٨. حسني، عبد الحي، نزهة الخواطر، در ابن حزم، ط. اولي ١٩٩٩ع، جلد ٤، صفحو ٣٧٥

٩. ڊاڪٽر عبد الله ڪوسو مخدوم جعفر بوبڪائي، (سوانح حيات علمي ۽ ادبي خدمات)، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو ٢٠١٢ع، صفحه ٤٦.

١٠. حسني، عبد الحي، نزهة الخواطر، در ابن حزم، ط. اولي ١٩٩٩ع، جلد ٤، صفحو ٣٧٥

١١. ڊاڪٽر عبد الله ڪوسو مخدوم جعفر بوبڪائي، (سوانح حيات علمي ۽ ادبي خدمات)، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو ٢٠١٢ع، صفحه ٢٩٦ کان ٢٩٨.

١٢. ڊاڪٽر عبد الله ڪوسو مخدوم جعفر بوبڪائي، (سوانح حيات علمي ۽ ادبي خدمات)، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو ٢٠١٢ع، صفحه ٢٩٩.

١٣. صديقي سليم الله، خزينة المخطوطات، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو ٢٠٠٦ع، جلد ١، صفحه ٦٣٠

١٤. صديقي سليم الله، خزينة المخطوطات، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو ٢٠٠٦ع، جلد ١، صفحه ٦٣٠

١٥. ڊاڪٽر عبد الله ڪوسو مخدوم جعفر بوبڪائي، (سوانح حيات علمي ۽ ادبي خدمات)، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو ٢٠١٢ع، صفحه ٣١٠.

١٦. ڊاڪٽر عبد الله ڪوسو مخدوم جعفر بوبڪائي، (سوانح حيات علمي ۽ ادبي خدمات)، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو ٢٠١٢ع، صفحه ٣١٠.

١٧. صديقي سليم الله، خزينة المخطوطات، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو ٢٠١٠ع، جلد ٢، صفحه ٣٣١

١٨. صديقي سليم الله، خزينة المخطوطات، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو ٢٠٠٦ع، جلد ١، صفحه ٣١٧

١٩. مقاليد الاسلام، قلمي، صفحو ٢١٣

٢٠. محترم ڊاڪٽر محمّد ادريس سومري سنڌي جن ٻڌايو تہ فرائض الاسلام جي مٿان فرائد الاحڪام علي فرائض الاسلام جي تعليقات واري نسخي جو اصل پير ڪرم الله الاهي ماتلي جي ڪتب خاني ۾ موجود آهي.

٢١. عجب آهي تہ ايڏي وڏي محنت ۽ مترجم پنهنجي نالي کي بہ ظاهر نہ ڪيو آهي؟؟؟

٢٢. صديقي سليم الله، خزينة المخطوطات، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو ٢٠٠٦ع، جلد ١، صفحه ١٤

٢٣. صديقي سليم الله، خزينة المخطوطات، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو ٢٠٠٦ع، جلد ١، صفحه ٤٩٦ .هن ڪتب خاني

جو باني مولوي محمد معروف ميمڻ مٽياروي هو. سندس وفات کان پوءِ فرزند مولوي عبد الله صاحب هن جي سار سنڀال ڪئي. مولوي صاحب جي وفات کان پوءِ هينئر اِهو ڪتب خانو پوٽن وٽ موجود نہ آهي. شايد پوٽن وڪڻي ڇڏيو آهي. و الله اعلم بالصواب.

٢٤. قادري ڊاڪٽر عبدالرسول، مخدوم محمّد هاشم ٺٽوي سوانح حيات ۽ علمي خدمتون، سنڌي ادبي بورڊ ٢٠٠٦ع، صفحو ٣٣٠

٢٥. عثمان محمود حسين، فهرس مخطوطات العربية بمكتب عبد الله بن عباس بمدينة طائف، ط. اولي كويت ١٤٠٧هـ، صفحو ٩١

٢٦. صديقي سليم الله، خزينة المخطوطات، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو ٢٠١٠ع، جلد ٢، صفحہ ٢٧٢

٢٧. اِها ڳالهہ راقم کي مولانا محقق حق النبي سنڌي ازهري جن ٻڌائي

٢٨. قادري ڊاڪٽر عبدالرسول، مخدوم محمّد هاشم ٺٽوي سوانح حيات ۽ علمي خدمتون، سنڌي ادبي بورڊ ٢٠٠٦ع، صفحو ٤٦٥

٢٩. ڏسو عقائد الاسلام سرورق

٣٠. ڏسو عقائد الاسلام سرورق

٣١. سومرو، مولانا محمّد قاسم، اسلامي عقيدا، روشني ٢٠٠٧ع، صفحو ١٤

٣٢. بناء الاسلام المعروف بنياد الايمان، ڇاپو ٻيو ١٩٧٥، صفحہ ٣

٣٣. مگريو، ڊاڪٽر رفيق احمد، شيخ محمّد حيات سنڌي، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، ٢٠٠٩ع، صفحو ٤٤٢

٣٤. الزرکلي، خير الدين، الاعلام ط. ١٥، جلد ٦، صفحو ١١١

٣٥. ڀٽي، محمّد اسحاق، فقهاءِ هند، اداره ثقافت اسلاميہ لاهور، ١٩٨١ع، جلد ٥، حصو ٻيو صفحو ١٥٥

٣٦. مگريو، ڊاڪٽر رفيق احمد، شيخ محمّد حيات سنڌي، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، ٢٠٠٩ع، صفحو ٤٤٤

٣٧. الصالح، محمّد رياض، فهرس مخطوطات دار الكتب الظاهرية، (قسم التصوف)ط. ١٩٧٨ع جلد ٢، صفحو ٣٥١

٣٨. فهرست نسخہ هائي خطي کتاب خانہ عمومي حضرت آية الله العظمي النجفي مرعشي، ڇاپ دوم، جلد ۴ ، صفحہ ٢٨٧)

٣٩. محمد بن سيد احمد مطيع الرحمن، الفهرس المختصر لمخطوطات مكتبة الحرم المكي الشريف، جلد ١، صفحو ٤١١

٤٠. الافاضة المدنية في الارادة الجزئية، قلمي، صفحو ١

٤١. محمد بن سيد احمد مطيع الرحمن، الفهرس المختصر لمخطوطات مكتبة الحرم المكي الشريف، جلد ١، صفحو ٥٤٣

٤٢. محمد بن سيد احمد مطيع الرحمن، الفهرس المختصر لمخطوطات مكتبة الحرم المكي الشريف، جلد ١، صفحو ٤٣٤

٤٣. رسالہ در بيان کلمات کفر، صفحو ١

٤٤. رسالہ در بيان کلمات کفر، صفحہ ۴

٤٥. سومرو محمّد ادريس سنڌي، فهرست مخطوطات سنڌ آرڪائيوز حصہ اول خزانہ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، سنڌ

آرڪائيوز ڪراچي، ٢٠١٢ع، صفحہ ٧۴

۴٦. سومرو، محمّد ادريس سنڌي،فهرست مخطوطات سنڌ آرڪائيوز حصہ اول خزانہ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، سنڌ آرڪائيوز ٢٠١٢ع، صفحہ ٧۴

۴٧. مولوي، عبد الحميد، مفتاح ڪنوز الخفيہ، خدا بخش اورنٽل لائبريري، پٽنہ، جلد ٢، صفحو ١٧١

۴٨. مولوي، عبد الحميد، مفتاح ڪنوز الخفيہ، خدا بخش اورنٽل لائبريري، پٽنہ، جلد ٢، صفحو ١٧١

۴٩. حسني، عبد الحي، نزهة الخواطر، در ابن حزم، ط. اولي، ١٩٩٩ع، جلد ۵، صفحو ٦٠١

۵٠. صديقي سليم الله، خزينة المخطوطات، سنڌي ادبي بورڊ جامشورو ٢٠١٠ع، جلد ٢، صفحہ ٢٨

۵١. محترم مخدوم سليم الله صديقي پاڻائي جن راقم کي اِها ڳالهہ ٻڌائي ۽ پڻ چيو تہ فتوح العقائد جو سنڌي ترجمو سنڌي ادبي بورڊ ۾ اشاعتي مراحل ۾ آهي.

۵٢. برهانپوري، سيد محمّد مطيع الله راشد، برهانپور ڪي سنڌي اولياء، سنڌي ادبي بورڊ جامشورو ٢٠٠٦ع، صفحہ ٢٦١

۵٣. سومرو محمّد ادريس سنڌي، فهرست مخطوطات سنڌ آرڪائيوز حصہ اول خزانہ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، سنڌ آرڪائيوز، ڪراچي، ٢٠١٢ع، صفحہ ١٢۴، ١٢۵

۵۴. صديقي سليم الله، خزينة المخطوطات، سنڌي ادبي بورڊ جامشورو ٢٠٠٦ع، جلد ١، صفحہ ٨٧

۵۵. حسني، عبد الحي، نزهة الخواطر، در ابن حزم، ط. اولي، ١٩٩٩ع، جلد ٦، صفحو ٨۵٠

۵٦. ڌڻيءَ در دعا آهي تہ راقم جي اِها ڪاوش پايہءِ تڪليف تي پهچي. آمين

۵٧. صديقي سليم الله، خزينة المخطوطات، سنڌي ادبي بورڊ جامشورو ٢٠٠٦ع، جلد ١، صفحہ ٦٦١ .راقم اٺ مهينا کن پهريان جڏهن ان ڪتب خاني کي ڏسڻ لاءِ حاضر ٿيو هو تہ مون کي اهو ڪتاب گهڻي ڳولا جي باوجود نہ ملي سگهيو. شايد هيٺ مٿي ٿي ويو هوندو. والله اعلم بالصواب.

۵٨. ڊاڪٽر عبد الله کوسو مخدوم جعفر بوبڪائي، (سوانح حيات علمي ۽ ادبي خدمات)، سنڌي ادبي بورڊ جامشورو ٢٠١٢ع، صفحہ ١٨٨.